# سياڻو شاگرد

خرم مراد
غلام مصطفي سولنگي



مهراڻ اڪيڊمي

# سياڻو شاگرد

خرم مراد رحمة الله عليه

مترجم

غلام مصطفيٰ سولنگي

مهراڻ اڪيڊمي

# سياڻو شاگرد

خرم مراد رحمة الله عليه

مترجم: غلام مصطفيٰ سولنگي

---



ڪتاب نمبر: 168

ڇپائيندڙ : مهراڻ اڪيڊمي

ڪمپوزرس : اسٽار ڪمپيوٽر ڪمپوزرس

ڪمپوزنگ : عزت الرحمن ڪمبره

ڇاپو ڏهون : اپريل 2016ع

ڇاپو يارهون : نومبر 2018ع

ڳاڻيٽو : 1100

قيمت =/20 رپيا




ملڻ جا هنڌ

مهراڻ اڪيڊمي

واڳڻو در شڪارپور

فون: 0726_512122

0726_540312

mehranacademy@hotmail.com

۽ سنڌ جا سمورا ڪتاب گهر

# الله اسان سان گڏ آهي

هر پاسي ڪاري اونده پکڙيل هئي. رات اڌ ڪان ٻه گهڙو گذري چڪي هئي. ڪجهه ڪلاڪن ڪان پوءِ سج جا روشن ڪرڻا ڪاري اونده کي تڙي ڪڍڻ وارا هئا. ان ئي



مهل نبي ڪريم ﷺ الله پاڪ جي حڪم سان پنهنجو گهر ڇڏڻ جو سانباهو ڪري رهيا هئا. قريش بہ سندس پيڇو ڪرڻ وارا هئا، پر کين ناڪامي ملڻي هئي.

حضور ﷺ جن پنهنجي گهر کي الوداع ڪيو ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه کي پنهنجي بستري تي سمهاري ٻاهر نڪتا قريش قبيلي جا ٻارهن نوجوان سندس گهر کي چوڌاري گهيرو ڪيو بيٺا هئا. پاڻ حضور ﷺ جن کي قتل ڪرڻ جي ارادي سان آيا هئا.

حضور ﷺ جن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي گهر پهچي ويا. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جو گهر ڪعبي جي ڏکڻ پاسي مڪي جي هڪ وَسنديءَ "مصفالہ" ۾ هيو. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي گهر پهچي پاڻ ﷺ کيس ساڻ ڪنيو ۽ اتر پاسي مديني ڏانهن هلڻ بدران ڏکڻ واري رستي تي هلڻ شروع ڪيائون. پيڇو ڪندڙن کي منجهائڻ ۽ وقت وٺڻ لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ ڏکڻ جو رخ ڪيو هو ڇو جو ڪافر ڄڻهن ڏسن ها تہ پيغمبر (ﷺ) ڪاٿي نڪري ڇڪو آهي تہ هڪدم مديني يعني اتر پاسي ڏانهن پيڇو ڪرڻ شروع ڪن ها.

سگهو ئي حضور ﷺ جن ۽ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه مڪي جي ڏاکڻي پاسي جبلن ۽ ٽڪرين وٽ پهچي ويا. هنن ڪنهن اهڙي جاءِ جي ڳولا شروع ڪئي، جتي کين

آجھو ملي سگھي ۽ دشمن ٻہ ڳولي نہ سگھن. نيٺ جبلن جي اَس پاس ڳولا ڪانپوءِ ثور جبل ۾ هڪ غار لڀي وئي. اها غار



ويران لڳي پئي هئي. لڳو ٿي تہ ڪو انسان ان غار وٽان ڪڏهن لنگهيو بہ ڪونهي.

اوندهہ اچا بہ گھٽي هئي، سواءِ ان روشنيءَ جي جيڪا ستارن مان اچي رهي هئي. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه پهرين غار ۾ گھڙيو ۽ پٿر، مٽي ۽ گندگاهہ ميڙي صاف ڪيائين. ڪيس غار ۾ ڪجهہ ٻرَ ۽ سوراخ نظر آيا جن ۾ نانگ ۽ وڇون ٿي سگھيا ٿي، جيڪي حضور صلي الله عليه وسلم کي ڏنگي سگھيا ٿي. تنهنڪري حضرت ابوبڪر رضي الله عنه پاڻ سان آندل هڪ

ڪپڙو ڦاڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪيوءِ سيني ڀرن ۾ سوراخن کي بند ڪري ڇڏيائين. ائين ڪرڻ ڪانپوءِ پاڻ غار کان ٻاهر نڪري آيو ۽ حضور ﷺ کي اندر هلڻ لاءِ چيائين.

حضرت ابوبڪر رضي الله عنه سيني کان وڌيڪ حضور ﷺ کي ڀانئيندو هو. پاڻ انهن ڏينهن ۾ ئي حضور ﷺ تي ايمان آندو هئائين، جڏهن اڃا تمام ٿورڙن ماڻهن پاڻ سڳورن ﷺ تي ايمان آندو هو. پاڻ اسلام جي خاطر پنهنجو سمورو مال متاع خرچ ڪري ڇڏيو هو ۽ هاڻي ڪيس حضور ﷺ سان گڏ مديني ڏانهن هڪ يادگار سفر ڪرڻ جو موقعو نصيب ٿي رهيو هو. هي اهو سفر هو جنهن سموري انساني تاريخ جو وهڪرو بدلائي ڇڏيو هو.

پاڻ جڏهن حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي گهر کان غار ثور ڏانهن هلڻ شروع ڪيو هئائون ته رستي ۾ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ڪڏهن حضور ﷺ جي اڳيان ٿي هلڻ شروع ڪيو ته ڪڏهن وري پويان. حضور ﷺ ڪانئس پڇيو ته. ”تون مون سان گڏ ڇو نه ٿو هلين؟“ تنهن تي حضرت ابوبڪر رضي الله عنه وراڻيو ”مان ائين ان ڪري پيو ڪريان ته جيئن ڪنهن امڪاني خطري کان بچي سگهجي. مان ڪڏهن توهان جي پويان ٿو هلان ته جيئن ڏسي سگهان ته ڪٿي دشمن پويان ته ڪونه ٿو اچي ۽ وري اڳيان ٿو هلان ته جيئن ڏسي سگهان ته

ڪٿي دشمن اڳ وڌيو ته نه بيٺو آهي.“

”ان جو مطلب اهو ٿيو ته“ حضور ﷺ ڪيس چيو ”توکي مون سان ڏاڍو پيار آهي ۽ تون پاڻ کي خطري ۾ رکي مون کي بچائڻ ٿو چاهين.“

”ها پيارا پيغمبر ﷺ .....!“ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جواب ڏنو.

باک ڦٽي چڪي هئي ۽ حضور ﷺ ۽ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه غار ثور ۾ لڪا ويٺا هئا. هوڏانهن وري مڪي ۾ جڏهن قريش جا نوجوان حضور ﷺ جي گهر ۾ گهڙي آيا ته ڏٺائون ته بستري تي حضور ﷺ جي بدران حضرت علي رضي الله عنه سُتو پيو هو. کين ڏاڍي مايوسي ٿي ۽ ڪاوڙ به لڳي. اهي هڪدم ٻاهر نڪري آيا ۽ حضور ﷺ جن کي هيڏي هوڏي ڳولهڻ شروع ڪيائون. پر کين ڪجهه هَٿ حاصل ڪونه ٿيو. تنهن تي پاڻ گهوڙا سنبرائي مديني واري رستي ڏانهن نڪري آيا. پر کين حضور ﷺ جن جو ڪوبه پيرو نظر نه اچڻ تي اڳتي وڃڻ بدران پوئتي مڪي ڏانهن موٽي آيا. اچڻ سان سڄي مڪي شهر جو گهيرو ڪيائون ۽ هر پاسو ڳولي ڏٺائون، پر کين مايوس ٿيڻو پيو.

نيٺ هنن ڪي ماهر پيرانو هٿ ڪيا ته جيئن کين معلوم ٿي سگهي ته حضور ﷺ ڪهڙي پاسي کان شهر

چڙهيو هو. جيئن ته مديني ڏانهن ويندڙ رستي تي کين ڪو پيرو نظر نه آيو هو. تنهنڪري هنن پيرائن سڌو مڪي جي ڏکڻ پاسي جبلن ۽ ٽڪرين جو رخ ڪيو. اهي هاڻي صحيح رستي تي هلي رهيا هئا.

نبي ڪريم ﷺ ۽ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه غار ثور ۾ لڪا وينا هئا. جيتوڻيڪ پاڻ قريشن کي دوکي ڏيڻ لاءِ هڪ ٻئي رستي تان اچي غار ثور ۾ لڪا هئا، جتي دشمن کين سولائيءَ سان ڳولي ڪونه ٿي سگهيا. پر تنهن هوندي به پاڻ کي محفوظ ڪونه ٿي سمجهيائون. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ڏاڍو فڪرمند ٿي لڳو ۽ بار بار ڳڻايائين پئي ته ڪٿي دشمن ٻاهر ته ڪونه اچي پهتا آهن.

نيٺ کين ڪنهن جي پيرن جو ڪڙڪو ٻڌڻ ۾ آيو. ڪجهه ماڻهو غار جي پرسان اچي پهتا هئا. پيرائن ۽ قريشن کي پيرن جا نشان ته نظر آيا، پر کين اهو سمجهه ۾ ڪونه آيو ته حضور ﷺ ۽ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ڪيڏانهن غائب ٿي ويا هئا. نيٺ اهي اچي غار جي مُنهن وٽ پهتا، پر ڏٺائون ته هڪ ڪوريئڙي غار جي لنگهه مٿان پنهنجو ڄار اڻيو آهي، تنهنڪري پاڻ وچي ان نتيجي تي پهتا ته غار جي اندر ڪوبه ڪونهي. انهن مان هڪ پيرائوءَ، جنهن جو نالو ڪرز بن القاما هيو، چيو ته "پيرن جا نشان هن جاءِ وٽ اچي گم ٿا ٿي وڃن.

پر اها خبر ڪونہ ٿي پئي تہ اهي هتان ويا ڪيڏانهن؟"

"اڇو تہ اندر هلي ڏسي اچون." هڪ ٻئي پيرائوءَ چيو "تي سگهي ٿو تہ اهي غار ۾ لڪا وينا هجن."

قريش جو هڪ سردار اميہ بن خلف بہ انهن پيرائن سان گڏ هيو. تنهن نهڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندي چيو "اندر غار ۾ ڪوبہ ڪونہ ويو آهي، تنهنڪري اندر وڃي ڇا ڪندؤ؟ لڳي ٿو تہ ويجهڙ ۾ ڪوبہ غار ۾ اندر ويو ئي ڪونهي. مان ڀانيان ٿو تہ ڪوريئڙي جي تاڃي محمد (ﷺ) جي ڄمڻ کان بہ اڳ



جي اُٽيل آهي. وڏيڪ وقت نہ وڃايوءِ اڳتي وڌو."

هڪ پيراٽو غار جي لنگهہ جي صفا مٿان بيٺو هو جنهن جا پير حضور ﷺ کي غار جي اندران بہ نظر آيا پئي. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه کي ڏاڍو ڊپ ٿيو تہ ڪين حضور ﷺ کي ڪو نقصان نہ پهچائي وجهن. پاڻ غار جي لنگهہ کي غور سان ڏسڻ لڳو تہ ڪٿي دشمن اندر تہ ڪونہ پيا اچن. جڏهن تہ حضور ﷺ عبادت ۾ مصروف هئا. جڏهن پاڻ ﷺ جن عبادت پوري ڪئي تہ حضرت ابو بڪر رضي الله عنه سندس پرسان آيو ۽ اکين ۾ ڳوڙها آڻيندي هوريان چيائين، "اهي تہ اسان جي مٿان اچي بيٺا آهن. ڏسي ورتائون تہ پوءِ تہ بنا دير جي اندر گهڙي ايندا."

اهو ٻڌي حضور ﷺ جن مسڪرائي ڏنو ۽ وڏي پاجهہ مان حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ڏانهن نهاريندي چيائون: "ابوبڪر ! تون ايڏو ڊنل ڇو آهين؟ اسان بہ ٻئا آهيون پر ٽيون الله بہ تہ اسان سان گڏ آهي نہ!"

حضرت ابوبڪر رضي الله عنه وراڻيو "مون کي پنهنجي ڳڻتي ڪانهي، پر فڪر رڳو ان ڳالهہ جو آهي تہ ڪٿي دشمن منهنجي اکين آڏو توهان کي ڪا تڪليف نہ ڏين."

تنهن تي حضور ﷺ جن چيو "تون ڳڻتي نہ ڪر، الله اسان سان گڏ آهي."

حضور ﷺ جن جي چهري مبارڪ تي ڳڻتيءَ يا پريشانيءَ جو ڪو نانءُ نشان ئي ڪونه هو. پاڻ سڳورا ﷺ ڏاڍا مطمئن ٿي نظر آيا جو ڪين الله جي پاڪ ذات، الله جي پاڪ وجود ۽ الله جي ٻاجھ ۾ پورو پورو ويساهه هيو. جيتوڻيڪ ان اوکيءَ ويل ڪين ڪوبه مدد ڪونه ٿي پهچائي سگهيو. پر حضور ﷺ کي پڪ هئي ته الله ئي سندس ساٿي آهي.

الله قرآن پاڪ ۾ فرمائي ٿو ته ”بيشڪ الله هن جي مدد ڪئي جڏهن ڪافرن هن کي تڙي ڪڍيو. هي ٻن ڄڻن مان هڪ هيو جڏهن پاڻ ٻئي غار ۾ هئا ۽ پاڻ پنهنجي ساٿيءَ کي چئي رهيو هو ”تون ڳڻتي نه ڪر، الله اسان سان گڏ آهي“.

# خوبصورت پکي

حضور ﷺ جي ڏينهن ۾ حضرت ابو طلحه رضي الله عنه نالي هڪ شخص مديني ۾ رهندو هو. ڪيس مديني جو سڀ ڪان ياڳ وارو ماڻهو سمجهيو ويندو هو، ڇو جو وٽس هڪ



خوبصورت باغ هيو. سندس باغ ۾ ٿڌي مٺي پاڻيءَ جو هڪ چشمو پڻ وهندو هيو. جنهن مان باغ جي مڙني وڻن ۽ ٻوٽن کي پاڻي ملندو رهندو هو. لاڳيتي پاڻي ملڻ ڪري باغ ۾ سدائين بهاري لڳي پئي هوندي هئي.

حضرت ابو طلحه ؓ روزانو پابنديءَ سان ٻيپهريءَ جي نماز پڙهڻ لاءِ پنهنجي باغ ۾ ايندو هو. جتي ڪجيءَ جي وڻن جي ٿڌڙي هَوا ۽ پرسان وهندڙ چشمي جي ڪري کيس ڏاڍو لطف ايندو هو. هو نماز پڙهي خدا جا لکين ٿورا مڃيندو هو. جنهن کيس اهڙو خوبصورت ۽ ميون وارو باغ ڏنو هو.

هڪ منجهند جو هُو تڏو کڻي گهران نڪتو ته جيئن ٻيپهريءَ جي نماز روز جيان باغ ۾ پڙهي سگهي. هُو باغ ۾ پهچي ويو ۽ هڪ ڪجيءَ جي وڻ هيٺان تڏو وڇائي هٿ مٿي کڻي الله اڪبر چئي نماز پڙهڻ لڳو. هن اڃان تلاوت شروع ئي مس ڪئي ته مٿان ويٺل هڪ پکيءَ ٻولڻ شروع ڪيو. حضرت ابو طلحه ؓ اهڙو خوبصورت آواز اڳ ڪڏهن به ڪونه ٻُڌو هو. اهڙي وڻندڙ آواز کيس موهي وڌو. هُو حيران ٿي ويو ته اهو پکي آيو ڪٿان؟

مٿي ڪجيءَ تي اهو پکي ويٺو هو جيڪو شايد دنيا جو سڀ کان وڌيڪ خوبصورت پکي هيو. سندس جسم جا

ڪنپ طوطائي رنگ جا هئا. پَر وري زمرد وانگر ڇهچ ساوا هئس، پُڇ جا ڏگها ڪنپ ڏاڙهونءَ جي ڪٽن وانگر لال ٻاڙها هئا. ڳچي سونهري ۽ ڇُهنب ڪاري هئس ۽ مٿي تي گلابي رنگ جو موڙ هئس. ٻوليائين ٿي تہ اصل وڻن مان واڪا ٿي ڪيڏي چڙيائين.

حضرت ابو طلحہ رضی اللہ عنہ مٿان چڙ تہ جادو ٿي ويو. هُو لاڳيتو پڪيءَ ڏانهن ڪنڌ مٿي ڪنيو تڪيندو رهيو. ڪانئس



اهو بہ وسري ويو تہ هُو ڪو نماز پڙهي رهيو هو. ڪجهہ دير ڪانپوءِ ڪيس ياد آيو ۽ وري ٻيهر نيت ڪري نماز پڙهڻ

شروع ڪيائين. جڏهن هن نماز پڙهي پوري ڪئي تہ اهو خوبصورت پکي بہ اڏامي پري هليو ويو.

حضرت ابو طلحہ رضي الله عنه وانگر پکي بہ پاڻ کي ياڳ وارو سمجهڻ لڳو ڇو جو ڪيس اهڙو خوبصورت باغ هٿ اچي ويو هو جتي هر قسم جا وڻ ٽڻ، ميوا ۽ چشمو موجود هئا. پکيءَ لاءِ اها سٺي جاءِ هئي، تنهنڪري هن ان ئي باغ ۾ سڄي عمر رهڻ جو فيصلو ڪيو.

ٻئي ڏينهن ٻپهريءَ جي نماز پڙهڻ لاءِ حضرت ابو طلحہ رضي الله عنه کجيءَ جي وڻ جي ڇانوَ ۾ اچي ويٺو. هن ڏٺو ئي ڪونہ تہ اهوئي پکي ان کجيءَ ۾ پنهنجو آکيرو ٺاهي رهيو هو. ٿوريءَ دير ۾ پکيءَ ٻولڻ شروع ڪيو ۽ حضرت ابو طلحہ رضي الله عنه وري هوش حواس وڃائي ويٺو. ڪانئس نماز ئي وسري وئي. هن پنهنجون اکيون ان خوبصورت پکيءَ تي کُپائي ڇڏيون جيڪو پنهنجي آکيري ٺاهڻ لاءِ کجيءَ جا تِيلا گڏ ڪري رهيو هو تہ ٻولي بہ رهيو هو.

"پر مان هِيءَ ڇا پيو ڪيان!؟" هن پنهنجو پاڻ کان پُڇيو "مان ڪهڙيءَ رڪعت ۾ آهيان..... ٻيءَ ۾..... ٽينءَ ۾ .....!؟" هن مشڪل سان نماز پوري ڪئي ۽ تڏو ويڙهي گهر ڏانهن روانو ٿيو. رستي ۾ هن سوچيو: "مان ائين لاپرواهہ رهيس تہ پوءِ منهنجي نماز خدا تائين ڪيئن پهچي

سگهندي؟ منهنجي دل تہ خوبصورت باغ، چشمي ۽ پکيءَ جي ٻوليءَ سان ڀري پئي آهي تہ پوءِ منهنجي نماز ڪيئن قبول پوندي؟؟"

حضرت ابو طلحہ رضي الله عنه نهايت ايماندار ۽ خدا ترس ماڻهو هو. هن چڱيءَ ريت ڄاتو ٿي تہ هڪ سٺي مسلمان لاءِ ڌيان سان نماز پڙهڻ ڪيترو ضروري هو.

اُن رات پاڻ حضور ﷺ جن وٽ آيو ۽ کيس پنهنجي باغ، چشمي ۽ خوبصورت پکيءَ جي ڳالهہ پيرائتي ڪري ٻڌايائين. "اي الله جا رسول ﷺ!" هن چيو "مان انهن شين کي نماز جي واٽ ۾ رڪاوٽ بنائڻ نہ ٿو چاهيان. چڱو آهي تہ اهي شيون مون وٽ نہ هجن. توهان مهرباني فرمائي اهو باغ مون کان وٺو ۽ سڄي مديني شهر جي مسلمانن لاءِ وقف ڪري ڇڏيو."

حضور ﷺ جن خوشيءَ مان باغ جو تحفو قبول ڪيو. ان کانپوءِ حضرت ابو طلحہ رضي الله عنه جي نمازن ۾ ڪڏهن بہ خلل ڪونہ پيو.

# سياڻو شاگرد

هڪ هزار سال اڳ بغداد وڏي شان شوڪت وارو شهر هوندو هو. بغداد دنيا جي وڏي ۾ وڏي عباسي سلطنت جي گاديءَ جو هنڌ هو. تن ڏينهن ۾ عباسي خليفي هارون رشيد وڏي دٻدٻي سان حڪومت پئي ڪئي. دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ کان واپاري ريشمي ڪپڙا، زيور ۽ خوشبوءِ بغداد ۾ وڪڻڻ لاءِ آڻيندا رهندا هئا.

نہ رڳو پنهنجي سونهن سوڀيا پر علم جي مرڪز هئڻ ڪري بہ بغداد ڏيهان ڏيهہ مشهور هيو. وڏا وڏا عالم، رياضيدان، فلڪيات جا ماهر، دانشور ۽ فلسفي بغداد ۾ رهندا هئا. انهن مان جنيد نالي هڪ هاڪارو عالم پڻ هيو. جيڪو نہ رڳو هڪ سٺو استاد هو پر هڪ خدا پرست ۽ اعليٰ اخلاق وارو ماڻهو پڻ هو. جنيد ايران جي شهر نحوند ۾ ڄائو هو. سندس پيءُ شيشي جو واپاري هو پر ڪيس پنهنجي چاچي سريع السقاتيءَ پالي وڏو ڪيو هو. جنيد اڃان ٻارهن سالن جو مَس ٿيو تہ سندس چاچو ڪيس حج تي وٺي ويو. اُتي مسجد الحرام ۾ سندس ملاقات انهن چار سوءَ عالمن سان ٿي

جيڪي ”شڪر گذاري“ تي بحث ڪري رهيا هئا. جنيد ۽ سندس چاچو ماڻ ڪيو سندن گفتگو ٻڌندا رهيا.

هر هڪ عالم سوچيو ٿي تہ سندس ئي دليل صحيح هئا نہ ڪي ٻين جا. پوڙهي سريع جو ڀائٽيو جنيد ننڍي هوندي کان ئي سياڻو هو. تنهنڪري هن سوچيو تہ جنيد کي چئجي تہ ان موضوع تي ڪجهہ ڳالهائي. هن پنهنجي نِڙي صاف ڪئي ۽ عالمن کي مخاطب ڪندي چيائين، ”ڀائرو! توهان سيني ”شڪر گذاريءَ“ تي تمام سنو ڳالهايو آهي. توهان جيڪي دليل ڏنا آهن سي سڀ واکاڻ جوڳا آهن، پر مان چاهيندس تہ توهان منهنجي ڀائٽي کي بہ ٻڌو جيڪو آهي تہ ننڍڙو پر ڏاڍو ذهين ۽ سياڻو ڇوڪرو آهي. پاڻ ڪڏهن تہ مون کي پنهنجي ڳالهين ڪري حيران ڪري ڇڏيندو آهي.“ پوءِ هن جنيد کي مخاطب ڪندي پڇيو، ”جنيد ! تون ڇا ٿو ڳالهائڻ چاهين؟ حقيقي شڪر گذاري ڇا آهي؟“

سڀ عالم وائڙا ٿي ويا ۽ اکيون ڦاڙي ننڍڙي جنيد کي گهورڻ لڳا. جنيد وڏي اعتماد سان چيو، ”شڪر گذاريءَ جو مطلب اهو آهي تہ اسان الله جي ڏنل نعمتن جو غلط استعمال نہ ڪريون ۽ نہ ئي وري اسان انهن نعمتن کي نافرمانيءَ جو ذريعو بنايون.“

اهڙو ڳوڙهو ۽ جامع جواب ٻُڌي سڀ عالم اچرج ۾ پئجي ويا. پوڙهي سريع مسڪرائي ڏنو ۽ جنيد کي چيو "الله توکي زبان جي نعمت ڏني آهي، تون ان کي خيال سان استعمال ڪندو رهجانءِ!"

جنيد تمام گهڻو علم حاصل ڪيو ۽ بغداد ۾ ئي رهي پيو هو. پنهنجي علم ۽ بزرگيءَ ڪري هو ڏيهان ڏيهہ مشهور ٿي چڪو هو. سوين شاگرد الائي جي ڪٿان ڪٿان جا اچي وٽس علم پرائيندا هئا. سندس علم، بزرگيءَ ۽ خلوص جي هاڪ پئي پوندي هئي. ڪي ماڻهو سندس تقريرون ٻڌڻ ايندا هئا ۽ ڪي وري وٽس هميشہ لاءِ ترسي پوندا هئا. جنيد پنهنجي سيني شاگردن کي ڏاڍو پائيندو هو ۽ کين هڪ جيترو علم ڏيندو هو پر سندس هڪ شاگرد اهڙو بہ هيو جنهن کي جنيد ٻين شاگردن کان وڌيڪ پيار ڪندو هو. ڪوبہ ڪونہ سمجهي سگهيو تہ جنيد آخر ان شاگرد کي ايڏو چوٽي پائيو؟ تنهنڪري اهي سڀ ان شاگرد سان ساڙ ڪرڻ لڳا هئا.

نيٺ هڪ ڏينهن انهن جنيد سان شڪايت ڪئي: "توهان ان شاگرد کي چوٽا ايڏي اهميت ڏيو؟ اسان بہ تہ هن جهڙا آهيون. هي اسان کان مٿي توروئي آهي؟"

جنيد کين سمجهايو "هي توهان کان وڌيڪ سياڻو ذهين ۽ فرمانبردار آهي. هن جا اخلاق بہ سٺا آهن. هن

پنهنجو پاڻ کي الله جي حوالي ڪري ڇڏيو آهي ۽ هن جي سمجهہ ۽ عقل بہ توهان کان سَرسُ آهي. مان هڪ ڏينهن توهان کي ثابت ڪري ڏيکاريندس تہ هي توهان کان وڌيڪ مون کي پيارو ڇو آهي؟“

ڪوبہ شاگرد اهو جواب ٻڌي مطمئن ڪونہ ٿيو. هنن جنيد کي ٻُڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو. پر جيئن تہ اهي پنهنجي استاد جو گھڻو ادب ڪندا هئا، تنهنڪري اهي ماٺ ڪيو اٿيا هليا ويا. جنيد محسوس ڪيو تہ هنن سندس ڳالهہ کي ڪونہ سمجهيو آهي. تنهنڪري ضروري آهي تہ کين حقيقت ڏيکارجي.

ٻئي ڏينهن جنيد انهن سيني کي پاڻ وٽ گھرايو ۽ کين چيو تہ بازار مان ويهارو کن پکي وٺي هڪدم موٽي اچو. جڏهن اهي پکي وٺي موٽي آيا تہ جنيد کين چيو: ”توهان سڀ ان جاءِ تي وڃو جتي توهان کي ڪوبہ ڏسي نہ سگھي. پوءِ ڪاتيءَ سان اهي پکي ڪُهي مون وٽ کڻي اچو. ها ! ڏسي وائسي پَڪ ڪجو متان ڪو ڏسي نہ وٺيوَ !“

انهن شاگردن پکي ۽ ڪاتي کنئي ۽ پري جهنگ ڏانهن هليا ويا. ڪجهہ دير ڪانپوءِ انهن جي واپسي شروع ٿي. سيني شاگردن ڪُٺل پکي جنيد اڳيان آڻي رکيا. ايتري ۾ اهو شاگرد بہ اچي ويو جنهن کي جنيد ڏاڍو ڀانئيندو هو. پاڻ جيئرو پکي آڻي جنيد اڳيان رکيائين. تنهن تي پرسان ويٺل

سڀ شاگرد مٿس کلڻ ۽ ٽٽوليون ڪرڻ لڳا.

”توسان ڪهڙي ويڌن ٿي جو تون پکي به ڪونه ڳهي سگهين؟ تون ته صفا ڪو بيوقوف آهين!“ هڪ شاگرد کيس ٽوڪيو.

جنيد کانئس پڇيو ”تون پکيءَ کي ڇو نه ڳُنو؟!“

”توهان چيو هو ته پکيءَ کي ان جاءِ تي ڳُهجو جتي توهان کي ڪو به ڏسي نه سگهي.“ شاگرد ٻڌايو ”پر جيئن ته الله پاڪ هر هنڌ موجود آهي، تنهنڪري پکيءَ کي ڳُهڻ مون لاءِ ممڪن نه هو. مان ڀلا ڪيئن ٿو الله کان پاڻ لڪائي سگهان؟ هُو ته هر شيءِ کي ڏسندڙ پسندڙ آهي.“

جنيد خوشيءَ مان ڪنڌ ڌوڻيو ۽ شاگردن کي مخاطب ڪندي چيو ”ڏٺو! هاڻي ٻڌايو ته ڀلا هي سياڻو يا توهان؟ هي توهان سيني کان وڌيڪ سياڻو ۽ ذهين آهي، تنهنڪري مان کيس گهڻو ڀانئيندو آهيان.“

سڀ شاگرد لڄي ٿي ويا ۽ ڪنڌ جُهڪائي ماٺ ڪري ويهي رهيا. هنن جهيڻي آواز ۾ پنهنجي استاد کان معذرت ورتي ۽ دل ئي دل ۾ الله پاڪ کان معافيءَ لاءِ ٻاڏايو.

# توکي ڪير بچائيندو؟

اها نجد ڏانهن مُهم (جڏهن حضور ﷺ غفتان ۽ محرب قبلين کي اهو اطلاع ڏيڻ ويا هئا تہ اهي مسلمانن لاءِ وڏيڪ تڪليفون پيدا نہ ڪن) وارن ڏينهن جي ڳالهہ آهي جڏهن حضور ﷺ ۽ سندس ساٿين نخل جي پرسان خيمو کوڙيو.



لڳو ٿي تہ غفتان قبيلي جي ماڻهن ۾ حضور ﷺ ۽ سندس

ساٿين سان کلي ميدان ۾ مقابلو ڪرڻ جي همت ڪونہ هئي، انهن مان ڪيترائي جبلن ۾ رڻن پٽن ڏانهن واپس هليا ويا هئا، پر ڪي وري خيمي کان گهڻو پنڌ پري لِڪي ويهي رهيا. حضور ﷺ جن سَهي ڪري ورتو تہ اهي غفتاني بنا اطلاع ڏيڻ جي لِڪي لِڪي حملو ڪري سگهن ٿا. تنهنڪري حضور ﷺ ۽ سندس ساٿين کي چؤڪس ٿي ويهڻو هيو. ان لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن هڪ طريقو ڪڍيو تہ جيئن دشمنن جي امڪاني حملي کان بچي سگهجي.

پاڻ ﷺ جن پنهنجي ساٿين کي ٻن ٽولن ۾ ورهايو. پهرين ٽولي کي چيو ويو تہ اهو خيمي جي ٻاهران ويهي پهرو ڏي. جڏهن تہ ٻيو ٽولو حضور ﷺ جن سان گڏ نماز پڙهڻ لڳو. نماز پڙهڻ کان پوءِ اهو ٽولو پهري تي لڳايو ويو ۽ پهري واري ٽولي کي وري نماز پڙهڻ لاءِ چيو ويو. اهڙيءَ طرح اهي ٻئي ٽولا واري واري سان نماز پڙهڻ ۽ پهرو ڏيڻ لڳا. اهڙي نظاري غفتانين کي اچرج ۾ وجهي ڇڏيو. هڪ ٽولو پَهرو ڏئي رهيو هو تہ ٻئي ٽولي وري الله اڪبر چيو ٿي ۽ رڪوع ۽ سجدا ڪيا ٿي. انهن اهڙو لقاءُ پهرين ڪڏهن بہ ڪونہ ڏٺو هو.

نماز کانپوءِ ڪجھ ساٿين پَهرو تي ڏنو تہ ڪي وري ڪجھ دير آرام ڪرڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن بيٺل وڻن ٽڻن

ڏانهن هليا ويا. حضور ﷺ جن پريان ئي هڪ وڻ ڏٺو ۽ ڪجهه دير ننڊ ڪرڻ لاءِ ان جي ڇانوَ هيٺان وڃي آهلي پيا.

غفتاني قبيلي جي هڪ نوجوان غوراث ڪي ان ڳالهه جو ڏاڍو انتظار هيو تہ پيغمبر (ﷺ) اڪيلو ٿي تہ ڪيس قتل ڪري ڇڏجي. هڪ ڏينهن اڳ هن وڏيون ڊاڙون ٿي هنيون ۽ چيو ٿي تہ. "توهان محمد کان ڊڄو ٿا. هن ڪي مارڻ تہ بلڪل سولو آهي. اهو ڪم مان ڪندس. هڪ ماڻهوءَ مان جان ڇڏائڻ ڪو ڏکيو ڪم ٿورو ئي آهي. آخر مان بہ تہ هيڏي وڏي پهلوان حارث جو پُٽ آهيان."

سڀ ماڻهو سندس چوڌاري مِڙي آيا هئا ۽ ڪيس ڏاڍو همٿايو هئائون. "ها ! اهو تہ سنو طريقو آهي." انهن سهمت ٿيندي چيو هو "اسان ڪي ان مرض کان آجو ٿيڻ گهرجي. پر اهو تہ ٻڌاءِ تہ تون ان ڪي، ڪيئن قتل ڪندين؟! "اهو ڪم تہ اک ڇنڀ ۾ ٿي ويندو." هن ڊاڙ هڻندي چيو هو "مان هن تي اوچتو وڃي حملو ڪندس."

ڏينهن ڏاڍو تَتل هو. غوراث چور ڪتي وانگر ٻوڙن ۾ ڪنڊن مان لڪندو ڇپندو خيمي ڏانهن وڌڻ لڳو. حضور ﷺ جا بہ ساٿي خيمي جي ٻاهران هن ڏانهن پُٺي ڪيو ويٺا هئا ۽ چار ساٿي وري پري وڻن ڏانهن چوڪس ٿيا بيٺا هئا.

هن جي نظر ڏاڍي تيز هئي جو هن پريان ئي ڏسي ورتو هو

تہ حضور ﷺ وڻ هيٺان سُتو پيو هو ۽ سندس تلوار مٿان وڻ جي ٽاريءَ ۾ لٽڪي پئي هئي. غوراث دل ئي دل ۾ سوچيو ”واهہ جو مزو ٿي ويندو جيڪڏهن اڄ محمد کي سندس ئي تلوار سان قتل ڪيم. پوءِ تہ منهنجو ڌاڪو ڄمي ويندو ۽ مان مشهور ماڻهو ٿي ويندس.“

هي لڪندو ڇِپندو ۽ بانبڙا پائيندو، ان وڻ تائين پهچي ويو جتي حضور ﷺ جن سُتا پيا هئا. پاڻ وڻ هيٺان اچي هيڏانهن هوڏانهن ڏسي اُيو تيو ۽ حضور ﷺ جن جي تلوار مياڻ مان آهستي آهستي سَٽ ڏئي ڪڍي ورتائين.



پوءِ اها تلوار ٻنهي هٿن ۾ جَهلي حضور ﷺ جن جي ڪنڌ مبارڪ تي رکيائين. ان ئي مهل حضور ﷺ جن کي جاڳ ٿي پئي. غوراث چاهيو ٿي تہ پيغمبر ﷺ کي قتل ڪري

ڇڏجي، پر هُو ڪيس مطمئن ۽ بي فڪر ڏسي مُنجهي پيو ڪيس سمجهہ ۾ ڪونہ ٿي آيو تہ هو ڇا ڪري؟!

نيٺ هن چيو ”محمد! تون مون کان ڊڄين ڪونہ ٿو ڇا؟“

”نہ! مان توکان ڇو ڊڄندس؟“! حضور ﷺ جن وراڻيو.

”پر تنهنجي تلوار تہ منهنجي هٿن ۾ آهي، پوءِ بہ مون کان ڪونہ ٿو ڊڄين؟ هاڻي توکي مون کان ڪير بچائيندو؟؟“

حضور ﷺ جن کي ڪوبہ فڪر نہ هو. سندس چهري مبارڪ تي پريشانيءَ يا خوف جو ڪوبہ نشان ڪونہ هو. چيائون، ”مون کي تہ الله ئي بچائيندو!“، ”ڪير ...!؟ ...ڪير؟!“

غوراث ڇرڪ تہ ڀڏوئي ڪونہ.

”الله!“ ....حضور ﷺ جن ٻيهر نهايت نرميءَ سان وراڻيو.

غوراث، حضور ﷺ جن تي وار ڪرڻ جي حالت ۾ نہ هو. هن جا هٿ ڏڪڻ لڳا. نيٺ تلوار سندس هٿن مان هيٺ ڪِري پئي.

حضور ﷺ اُٿيا ۽ سَٽ ڏئي پنهنجي تلوار کڻندي چيائون، ”هاڻي ڀلا تون ٻڌاءِ، تہ توکي مون کان ڪير بچائيندو؟“

غوراث ماٺ ڪيو بيٺو رهيو. هن هاڻي پاڻ کي بيوس محسوس ڪيو. ڪجهہ دير ڪانپوءِ حضور ﷺ جن چيو ”مونکي پَڪ آهي تہ تون آئندي تلوار خيال سان استعمال ڪندين!“

ان ئي مهل حضور ﷺ جن جا ساٿي بہ اتي پهچي ويا. هنن غوراث کي پڪڙي ورتو ۽ کي تہ کيس مارڻ لاءِ بہ تيار ٿي ويا. پر حضور ﷺ کين ائين ڪرڻ کان جَهليو ۽ چيو تہ کيس معافي ڏئي آزاد ڪيو وڃي.

پوءِ حضور ﷺ جن کيس مخاطب ڪيو "ڇا تون شاهدي ڏيندين تہ الله کانسواءِ ٻيو ڪو بہ عبادت جي لائق ناهي؟"

غوراث انڪار ڪندي وراڻيو "جيڪڏهن مان ائين ڪيو تہ پوءِ مون کي پنهنجي قبيلي وارا ڏڇڙو سمجهندا. پر مان اهو واعدو ٿو ڪريان تہ مان توهان سان ڪڏهن بہ نہ وڙهندس ۽ نہ ئي انهن سان ساٿ ڏيندس جيڪي توهان سان وڙهڻ لاءِ آيا آهن."

ان کانپوءِ غوراث کي آزاد ڪري پنهنجي قبيلي جي ماڻهن ڏانهن موڪليو ويو هُو ڏاڍو مُنجهيل ۽ اداس هيو. جڏهن سندس قبيلي جي ماڻهن ڪجهہ ٻڌائڻ تي کيس زور پريو تہ هن رڳو ايترو چيو: "مان اڄ ان ماڻهوءَ کي ڏِسي آيو آهيان، جيڪو سڀ انسان ذات کان ڀلو آهي."

ان مهم کي "ذات الرقاءِ" جي مهم پڻ چيو ويندو آهي.

# تِير ڇا ڪندا؟



هيءَ تن ڏينهن جي ڳالهه آهي جڏهن حضور ﷺ مديني ۾ رهندا هئا. عرب اُپيٽ ۾ ڪجهه قبيلا اهڙا به هئا، جن اڃان اسلام ڪونه قبوليو هو. پاڻ حضور ﷺ جن ۽ سندس ساٿين تي ڏاڍو ڏمريل هئا ۽ چاهيائون ٿي ته حضور ﷺ کي قتل ڪري ڇڏجي. ڇو جو پاڻ سڳورا ﷺ سندن ڪيترن ئي خدائن واري عقيدي کي تباهه ڪري ڇڏيو هو.

انهن قبيلن وارن، حضور ﷺ ۽ سندس ساٿين کي قتل ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو. سندن هلت جي ڪري عورتن ۽ مردن کي هڪ الله ڏانهن لاڙڻ جي ڏس ۾ ڏاڍيون مشڪلاتون پيدا ٿي رهيون هيون. اهي نہ تہ روزمره جو ڪم دلجاءِ سان ڪري ٿي سگهيا، نہ ڪجين جي سار سنڀال پئي ٿي سگهي ۽ نہ ئي وري ڪو وڻج واپار ٿي پئي سگهيو. روزي ڪمائڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم ٿي پيو هو. ماڻهو بک ۽ غربت ۾ پيسجي رهيا هئا.

ان صورتحال کان تنگ ٿي حضور ﷺ ۽ سندس ساٿي



هڪ پيرو پيهر هڪ مهم تي نڪتا جنهن جو مقصد اهو هو

تہ محرب ۽ غفتان جي قبيلن کي چتاءُ ڏجي، تہ اهي مديني جي مسلمانن کي تنگ ڪرڻ ڇڏي ڏين.

جيئن ئي انهن قبيلن جي سردارن حضور ﷺ کي پاڻ ڏانهن ايندي ڏٺو تہ ڊپ وچان وٺي ڀڳا. تنهنڪري حضور ﷺ جن مديني ڏانهن واپس موٽڻ جو ارادو ڪيو.

موٽ تي سج لهي چڪو هو. تنهنڪري رات رستي ۾ ئي گذارڻ جو فيصلو ڪيو ويو. حضور ﷺ ۽ سندس ساٿي هڪ سوڙهي رستي مان لنگهندا هڪ ٽڪريءَ وٽ پهچي ويا. پاڻ سڳورن ﷺ ڪين ٻارڻ لاءِ ڪاٺيون ميڙي آڻڻ، خيمو هڻڻ ۽ ماني پچائڻ جو حڪم ڏنو. گڏوگڏ هڪ مهاجر عمار بن ياسر ۽ هڪ انصار عباد بن بشر کي چيائون تہ اهي پهرو ڏين تہ متان ڪو دشمن نہ اچي وڃي.

عمار ۽ عباد هڪ هنڌ اچي پهرو ڏيڻ لاءِ ويهي رهيا. عباد پاڻ سان گڏ هڪ خاص شيءِ بہ آندي هئي. اها خاص شيءِ هرڻ جي کل هئي، جنهن تي سندس پسند جي هڪ سورة لکيل هئي. جڏهن ان مهم لاءِ مديني کان رواني ٿيڻ جو حڪم مليو هيو تہ ان وقت هُو اها سورة ياد ڪري رهيو هو.

ٿوريءَ دير کانپوءِ عباد پنهنجي ساٿيءَ وٽ آيو ۽ چيائين، "ياءُ! رات کي ٻن پهرن ۾ ورهائڻ گهرجي. پهرين پهر ۾ هڪ ويهي پهرو ڏي ۽ ٻئي پهر ۾ وري ٻيو پهرو ڏي. ڇا ائين

صحيح آهي؟ تون رات جي کهڙي پَهر ۾ پهرو ڏيڻ چاهيندين؟“

عمار کنهن پٿر تي ٽيڪ ڏيو آهليو پيو هو. تنهن اتان ئي ورائيو ”مون کي تہ هاڻي ئي ننڊ ٿي اچي. مان هاڻي ئي تو سُمهان ۽ پهرو وري رات جي ٻئي پَهر ۾ ڏيندس.“

”پر پوئين پَهر ۾ متان توکي تکليف ٿئي، ڇو جو ان پَهر ۾ ننڊ بہ گهڻي ايندي آهي.“ عباد چيو.

”نہ نہ! اهڙي ڪا بہ ڳالهہ ڪونهي.“ عمار ورائيو ”مان نماز پڙهندو رهندس. تنهنڪري مون کي ننڊ ڪونہ ايندي“

هڪ دشمن حضور ﷺ ۽ سندس ساٿين کي تاڙيو وينو هو. پاڻ هوريان هوريان لِڪندو اچي انهن ٻنهي پهريدارن وٽ پهتو. ڪيس مسلمانن کان سخت نفرت هئي. سندس گهر واريءَ حضور ﷺ جن جي ڪجهہ ساٿين کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش پڻ ڪئي هئي، پر پاڻ مارجي وئي هئي. تنهنڪري هن پنهنجي گهر واريءَ جو بدلو وٺڻ لاءِ قسم کڻي ڇڏيو هو. سندس اها دلي خواهش هئي تہ محمد (ﷺ) جن جي ساٿين مان ڪنهن نہ ڪنهن کي قتل ڪجي.

هي لِڪندو لِڪندو صفا عباد جي پرسان اچي بيٺو. عباد ٿوري دير اڳ نماز لاءِ بيٺو هو ۽ نماز ۾ پنهنجي وڻندڙ سورة پڙهڻ شروع ڪئي هئائين. اها سورة پڙهندي هو

آسپاس کان صفا بي خبر ٿي ويو. ان سورة جي آيتن جي خوبصورتيءَ سندس خدا سان محبت جي جذبن کي اڃا بہ سگهارو ڪري ڇڏيو:

”هو ٻنهي اوڀرن جو پالڻهار ۽ ٻنهي اولهن جو پالڻهار آهي. پوءِ پنهنجي پالڻهار جي ڪهڙين نعمتن جو انڪار ڪندؤ؟“

دشمن جون اکيون خوشيءَ وچان چمڪڻ لڳيون. ”اهو تہ ٺيڪ نشاني تي بيٺو آهي.“ هن سوچيو ۽ هڪدم تير ڪڍي ڪمان ۾ وڌائين ۽ نشانو وٺي تير هنيائين. تير وڃي عباد کي پاسي ۾ لڳو. هن تير ڇڪي ڪڍي اُڇلائي ڇڏيو ۽ پاڻ سورة پڙهندو رهيو:

يَسْـَٔلُهٗ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ ؕ كُلَّ يَوْمٍ هُوَ فِيْ شَاْنٍ ﴿۲۹﴾ فَبِاَيِّ
اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿۳۰﴾ (الرحمن: 30 ـ 29)

”آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي بہ آهن ڪائنس ئي پنهنجون مرادون گهرن ٿا، هر روز نرالي شان ۾ آهي. پوءِ جنؤ ۽ انسانؤ! توهان ٻئي پنهنجي رب جي ڪهڙين صفتن جو انڪار ڪندؤ.“

دشمن وري ٻيهر نشانو وٺي تير اُڇلايو جيڪو سڌو اچي عباد کي ڄنگهہ ۾ لڳو. هُو ٿورو جُهڪيو ۽ سَٽ ڏئي تير پنهنجي ڄنگهہ مان ڪڍي ورتائين. سندس زبان تي ان سورة جون هي آيتون هيون:

"چڱائيءَ جو بدلو چڱائيءَ کانسواءِ ٻيو ڪونہ آهي. پوءِ پنهنجي پالڻهار جي ڪهڙين نعمتن جو انڪار ڪندؤ؟"

جڏهن ڪيس ٽيون ڀيرو تير لڳو تہ سندس زخمن مان رت وهڻ لڳو. ان وقت سندس زبان تي پنهنجي وڻندڙ سورت جي آخري آيت هئي:

"تنهنجي پالڻهار عزت واري ۽ نعمتن واري جو نالو وڏي برڪت وارو آهي."

اها آيت پڙهي عباد رڪوع ڪيو. سڄو ٿي ٻينو سجدو ڪيائين ۽ پوءِ سلام ورائي نماز ختم ڪيائين. ان کانپوءِ هو پنهنجي ساٿيءَ وٽ آيو ۽ ڪيس جاڳايائين.

دشمن ڪيس نماز ختم ڪندي ڏٺو تہ پري وڃي هڪ پٿر جي اوٽ ۾ ويهي ڪيس ڏسڻ لڳو. جڏهن عباد، عمار کي جاڳايو تہ غفلتانيءَ چرڪ ڀريو: "مار! اهي تہ ٻہ ڄڻا آهن. جيڪڏهن مون کي ڏسي ورتائون تہ پوءِ مون کي ڪونہ ڇڏيندا." ائين سوچي هُو ڊوڙندو پري هليو ويو.

عمار اکيون مهٽيندو اُٿي ويٺو ۽ عباد کي زخمي ٿيل ڏسي پريشان ٿيندي پڇيائين، "هي توکي ڇا ٿيو آ؟ تون مون کي جاڳايو ڇونہ؟!" "مونکي دشمن تير هنيا آهن." عباد ٻڌايو.

"پر توکي تہ ٻهرين تير لڳڻ سان مون کي جاڳائڻ کپندو هو." عمار ائين چئي اُٿيو ۽ هڪ ڪپڙي مان ٽڪرو

قاڙي عباد جي ڦٽن تي ٻڌائين.

عباد مسڪرائيندي ٻڌايو: ”خير آ ..... ڪا ڳالهه ناهي. مون ڪي نماز ۾ سورة ايڏو تہ مزو پئي ڏنو جو مون کي محسوس ئي ڪونہ ٿيو تہ ڪو مون کي تير پيا لڳن. مان تہ رڳو تير ڪڍندو اڇلائيندو پئي ويس ۽ پنهنجي وڻندڙ سورة پڙهندو پئي ويس. جڏهن مان آخري آيت پڙهي نماز ختم ڪرڻ وارو هوس تہ مون کي ٽيون تير لڳو ۽ پوءِ مان نماز ختم ڪري توکي جاڳايو. مان چاهيو پئي تہ پنهنجي وڻندڙ سورة کي پڙهندو رهان پر اهو چڱو نہ ٿئي ها جيڪڏهن مان مارجي وڃان ها! جيڪڏهن مان مارجي وڃان ها ۽ تون بہ سُتو پيو هجين ها تہ پوءِ دشمن خيمي تائين پهچي حضور ﷺ جن کي ڪا تڪليف ڏئي پئي سگهيو. مان نہ ٿي چاهيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي ايذايو وڃي.“

اهو ٻڌڻ ڪانپوءِ عمار پنهنجي پياري دوست عباد کي ڇڪي سيني سان لاتو.

# سڀ ڪجهه قربان ڪرڻ

بازنطيني سلطنت جو لشڪر مسلمانن سان جنگ جوٽڻ جون تياريون ڪري رهيو آهي.

اها خبر سڄي مديني ۾ ٻين وارين وسندين ۾ تيزيءَ سان پکڙجي وئي. بازنطيني مسلمانن کي ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجي وڏي لشڪر سان مٿن حملو ڪرڻ جي رٿا جوڙي رهيا هئا. پر حضور ﷺ جن کي پڪ هئي ته مسلمان الله جي مدد سان سوڀارا ٿيندا. بازنطينين سان مُنهن ڏيڻ لاءِ حضور ﷺ جن مسلمانن کي پاڻ وٽ گهرايو ته جيئن ڪين جهاد ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ چئي سگهجي. مسلمانن جو پاڻ ۾ وڏيڪ ايڪو اتحاد هو ۽ اهي الله جي واٽ ۾ پنهنجو سڀ ڪجهه قربان ڪرڻ لاءِ آتا ٿيا هئا. جهاد ڪرڻ لاءِ تلوارون، تير، ڀالا ۽ ٻيا هٿيار گهربا هئا. نه فقط هٿيار پر پاڻي به گهٽي مقدار ۾ ڪپندو هو. ڇو جو اهي اونهاري جا گرم ڏينهن هئا. تنهنڪري بازنطينين سان ڪلي رڻ پٽ ۾ وڙهڻ لاءِ ضروري هيو ته پاڻي به جهجهو ڪنيو وڃي. ڇا ايڏيءَ گرميءَ ۾ جنگ ڪرڻ سؤلي هئي؟ ڇا

پنهنجي ٻارن ٻچن ۽ گهر گهاٽ کي ڇڏي دشمن سان مهاڏو اٽڪائڻ ڪا چرچي ٻازي هئي؟ ڇا پنهنجو سمورو مال متاع الله جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ ڏکيو نہ هو؟

ڪجهہ اهڙا مسلمان بہ هئا، جيڪي قرباني ڏيڻ کان لنوائي پوئتي هٽي ويا. پر ڪي اهڙا سچار مسلمان بہ هئا جيڪي الله ۽ سندس پيغمبر ﷺ لاءِ پنهنجو سر ترِيءَ تي رکيو ويٺا هئا.

حضرت عمر رضي الله عنه بہ انهن مان هڪ هيو. ڪيس الله ۽ سندس رسول ﷺ سان سچي تيڻ ۽ سندن واٽ ۾ قرباني ڏيڻ جو سٺو موقعو مليو هو. ان موقعي لاءِ هو ڳچ عرصي کان انتظار ۾ هيو. هُو تڪو تڪو گهر آيو ۽ گهر ڀاتين کي حڪم ڏنائين تہ پنهنجو سمورو مال ملڪيت هڪ هنڌ آڻي گڏ ڪيو وڃي. جڏهن سموري ملڪيت هڪ هنڌ آڻي رکي وئي تہ هن پنهنجي گهر ڀاتين کي چيو "هاڻي ٻڌو ! هن ملڪيت مان اڌ توهان کڻو ۽ اڌ مون کي ڏيو تہ مان الله جي رسول ﷺ جن کي جهاد لاءِ ڏيان."

ملڪيت کي اڌو اڌ ڪيو ويو. حضرت عمر رضي الله عنه اهو سامان ۽ ڪجهہ هٿيار ڀريءَ ۾ ٻَڌڻ لڳو تہ ايتري ۾ سندس گهر واري اندران نڪري آئي ۽ پنهنجا سونا جُهومڪ آڻي،

سندس هٿ تي رکيائين. اهي سونا جُهومڪ هن وڏيءَ تڪليف ڪانپوءِ ڪجهه پئسا بچائي گهڙايا هئا.

”مون کي رڳو هڪ جُهومڪ ڏي“ حضرت عمر رضي الله عنه چيو ”باقي هڪ تون پاڻ وٽ رک!“. ”هڪ جُهومڪ منهنجي ڪهڙي ڪم جو!“ سندس گهر واريءَ ڪِلندي چيو ”هڪ جُهومڪ مان نہ تہ پائي سگهنديس ۽ نہ ئي وري اهو ڪو خريد ڪندو. تنهنڪري اهي ٻئي جُهومڪ الله جي واٽ ۾ ڏئي ڇڏ.“

حضرت عمر رضي الله عنه ڏاڍو خوش ٿيو. حضور صلي الله عليه وسلم کي ڏيڻ لاءِ وٽس جهجهو سامان هيو. هن هَرَ ڀڏي مٿي تي رکي ۽ حضور صلي الله عليه وسلم جن جي گهر ڏانهن روانو ٿيو.

رستي ۾ پاڻ ڏٺائين تہ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه بہ حضور صلي الله عليه وسلم جي گهر ڏانهن وڃي رهيو هو پر وٽس ڪو گهڻو سامان ڪونہ هو.

”خدا جو شڪر آهي ! مان هن ڀيري تہ ضرور حضرت ابوبڪر رضي الله عنه کان وڌيڪ ٿي ويندس. الله ۽ سندس رسول صلي الله عليه وسلم جي واٽ ۾ ڏيڻ جي معاملي ۾ هن ڀيري مان ضرور ابوبڪر رضي الله عنه کان گوءِ کڻي ويندس.“ حضرت عمر رضي الله عنه سوچڻ لڳو ۽ دل ئي دل ۾ خوش ٿيندو حضور صلي الله عليه وسلم جن وٽ پهچي ويو.

"پيغمبر سڳورا ﷺ! اڇي هي مال متاع وٺو!" حضرت عمر رضي الله عنه هڙ هيٺ لاهيندي چيو "هاڻي هي مال توهان الله جي واٽ ۾ ڪم آڻي سگهو ٿا."




"تون پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي گهر ڀاتين لاءِ گهر ۾ ڇا ڇڏي آيو آهين، حضور ﷺ جن کانئس پڇيو. ڪين خوشي به ٿي رهي هئي ته ڪجهه ڳڻتي پڻ. خوشي ان ڳالهه جي، جو عمر جيڳو خاص مال کڻي آيو هو ۽ ڳڻتي ان ڳالهه جي جو حضور ﷺ سوچي رهيا هئا ته متان عمر گهر ڀاتين ۽ پنهنجي لاءِ تمام ٿورڙو سامان بچائي آيو هجي.

"توهان ڳڻتي نه ڪريو!" حضرت عمر رضي الله عنه وراڻيو "مان گهر ۾ ڪجهه ملڪيت ڇڏي آيو آهيان. توهان دلجاءِ ڪريو!"

”پر تون ڪيترو سامان گهر ۾ ڇڏي آيو آهين؟“ حضور ﷺ وري ٻيهر ڪائنس پڇيو.

”مان ايترو سامان گهر ۾ ڇڏي آيو آهيان جيترو هتي کڻي آيو آهيان!“ حضرت عمر رضي الله عنه ٻڌايو ”مان گهر جو سمورو سامان اڌو اڌ ڪيو هو. هڪ اڌ گهر ۾ رکي آيو آهيان ۽ باقي اڌ الله جي واٽ ۾ ڏيڻ لاءِ اوهان وٽ کڻي آيو آهيان.“ پيغمبر ﷺ ٻاجھ ڀرين نظرن سان حضرت عمر رضي الله عنه ڏانهن ڏسي مسڪرايو.

ان ڪانپوءِ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه پاڻ سان آندل ٿورڙو سامان حضور ﷺ جي اڳيان رکيو. حضور ﷺ جن ڪائنس اهوئي سوال ڪيو ته ”تون گهر ۾ پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي گهر ڀاتين لاءِ ڇا بچائي آيو آهين؟“

حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ڪنڌ کڻي هيٺ ڪيو. هن اصل ۾ ٻڌائڻ نه ٿي چاهيو ته هُو گهر ۾ ڪجھ به ڇڏي نه آيو هو. ساڳئي وقت هن الله جي رسول ﷺ کان ڪا ڳالھ لڪائڻ به نه ٿي چاهي. نيٺ ڪجھ دير چپ رهڻ ڪانپوءِ هن وراڻيو ”انهن جو گذارو ٿيندو رهندو. مان سندن لاءِ الله ۽ سندس پيغمبر ﷺ جن کي ڇڏي آيو آهيان! باقي مون وٽ جيڪا ملڪيت هئي سا اوهان وٽ آڻي رکي اٿم!“

اهو ٻڌي حضور ﷺ مسڪرائي ڏنو ۽ ڪجھ دير تائين پنهنجي پياري دوست حضرت ابوبڪر ؓ ڏانهن پيار وچان ڏسندو رهيو. هڪ ڀيرو وري ڀيهر حضرت ابوبڪر ؓ الله ۽ سندس رسول ﷺ جي واٽ ۾ قربانيءَ جو هڪ وڏو مثال قائم ڪيو هو. هونئن بہ شروع کان وٺي حضرت ابوبڪر ؓ، حضور ﷺ سان پورو پورو ساٿ ڏيندو پئي آيو ۽ پنهنجو سڀ ڪجھ قربان ڪري ڇڏيو هو. مديني ڏانهن هجرت ڪرڻ مهل پڻ حضور ﷺ سان گڏ حضرت ابوبڪر ؓ ئي هيو.

حضرت عمر گهر ڏانهن موٽيو پر هن پاڻ کي ڏاڍو شرمندو ۽ ناخوش پئي محسوس ڪيو. "هڪ ڀيرو ڀيهر حضرت ابوبڪر ؓ پاڻ کي مون کان وڌيڪ سٺو ماڻهو ثابت ڪري ڏيکاريو" هن سوچيو. "الله ۽ سندس رسول ﷺ جي فرمانبرداريءَ ۽ سندن واٽ ۾ پنهنجو سڀ ڪجھ قربان ڪرڻ جي معاملي ۾ حضرت ابوبڪر ؓ کان ڪوبہ ڪٿي نہ سگھندو."

